سوال: صفا ۽ مروه جي وچ ۾ ڪيترو مفاصلو آهي؟

(الف) 1050 فوٽ (ب) 1289 فوٽ

(ج) 1121 فوٽ (د) 1303 فوٽ

**جواب:** (ب).

سوال: خانهءِ ڪعبه تي غلاف چاڙهڻ لاءِ ڪيترا وال ڪپڙو کپندو آهي؟

(الف) 1000 وال (ب) 1100 وال

(ج) 1200 وال (د) 1300 وال

**جواب:** (الف).

سوال: جنازي نماز ۾ گهڻيون تڪبيرون آهن؟

(الف) ٽي (ب) چار

(ج) پنج (د) ڇهه

**جواب:** (ب).

سوال: پوليس کاتو ڪهڙي خليفي قائم ڪيو هو؟

(الف) حضرت عمر رضه (ب) حضرت عثمان رضه

(ج) حضرت ابو بڪر رضه (د) حضرت علي ڪرم الله وجهه'

**جواب:** (الف).

سوال: چور جي سزا هٿ وڍڻ جو حڪم ڪڏهن ٿيو؟

(الف) پنجين هجري (ب) ڇهين هجري

(ج) ستين هجري (د) ائين هجري ۾

**جواب:** (د).

سوال: مسلمانن کان سواءِ ٻئي ڪهڙي مذهب وارن جو عقيدو آهي ته قيامت کان اڳ صور ڦوڪي ويندي؟

(الف) يهودي (ب) عيسائي

(ج) هندو (د) ٻڌ

**جواب:** (ب).

سوال: حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي هجرت وقت حضرت علي ڪرم الله وجهه' جن جي عمر ڪيتري هئي، جڏهن پاڻ بي خوف ٿي، پاڻ سڳورن ﷺ جي بستري تي سمهي رهيا؟

(الف) 18 سال
(ب) 19 سال
(ج) 20 سال
(د) 21 سال

**جواب:** (د).

سوال: پردي بابت آيت ڪڏهن نازل ٿي؟
(الف) 3 هجري ۾
(ب) 4 هجريءَ ۾
(ج) 5 هجريءَ ۾
(د) 2 هجريءَ ۾

**جواب:** (ج).

سوال: هڪ ڏينهن ۾ نماز جون ڪيتريون رڪعتون فرض آهن؟
(الف) 16
(ب) 17
(ج) 18
(د) 15

**جواب:** (ب).

سوال: زمين تي پهريون وڻ ڪهڙو هو؟
(الف) نم
(ب) ڪجي
(ج) زيتون
(د) ڏاڙهون

**جواب:** (ب).

سوال: طهر جي رسم ڪڏهن کان شروع ٿي؟
(الف) 2 هجري
(ب) 3 هجري
(ج) 4 هجري
(د) 5 هجري

**جواب:** (الف).

سوال: دوزخ ڪي ڪيترا طبقا آهن؟
(الف) ٽي
(ب) چار
(ج) پنج
(د) ست

**جواب:** (د).

سوال: جنت الفردوس ڪي ڪيترا دروازا آهن؟
(الف) پنج
(ب) ڇهه
(ج) ست
(د) اٺ

**جواب:** (د).

سوال: وفات وقت حضرت عائشه صديقه رضه جي عمر ڪيتري هئي؟
(الف) 65 سال
(ب) 66 سال

(ج) 67 سال (د) 64 سال

**جواب:** (ج).

سوال: چنبن وارا جانور، گڏهه ۽ ٻيا ڪهڙي سال حرام ٿيا؟

(الف) 5 هجري (ب) 6 هجري

(ج) 7 هجري (د) 8 هجري

**جواب:** (ج).

سوال: حضرت امام حسين رضہ پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪيترا حج پيادل ڪيا؟

(الف) 16 (ب) 18

(ج) 23 (د) 25

**جواب:** (د).

سوال: نمرود ڪهڙي نبيءَ ڪي باهه ۾ اڇلايو هو؟

(الف) حضرت يعقوب عليه السلام (ب) حضرت ابراهيم عليه السلام

(ج) حضرت يونس عليه السلام (د) حضرت دائود عليه السلام

**جواب:** (ب).

سوال: ڪربلا جو واقعو ڪهڙي سن عيسويءَ ۾ ٿيو؟

(الف) 610ع (ب) 620ع

(ج) 670ع (د) 680ع

**جواب:** (د).

سوال: حضرت ابو بڪر صديق رضي الله عنه ڪهڙي شيءِ جو واپار ڪندو هو؟

(الف) سون جو (ب) چانديءَ جو

(ج) ڪپڙي جو (د) غاليچن جو

**جواب:** (ج).

سوال: جڏهن حضرت عمر رضي الله عنه ايمان آندو ته ان وقت تائين مسلمانن جو تعداد ڪيترو ٿي چڪو هو؟

(الف) 19 (ب) 29

(ج) 39 (د) 49

**جواب:** (ج).

سوال: حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه سڄي اسلامي سلطنت کي ڪيترن صوبن ۾ ورهايو؟

(الف) 10 (ب) 15

(ج) 18 (د) 21

**جواب:** (الف).

سوال: خيبر جو قلعو، جنهن کي حضرت علي ڪرم الله وجهه' فتح ڪيو هو، سو ڪهڙي ملڪ ۾ آهي؟

(الف) يمن (ب) شام

(ج) سعودي عرب (د) عراق

**جواب:** (ج).

سوال: حضرت علي ڪرم الله وجهه' کي ڪنهن پنهنجي دين جو ڀاءُ بڻايو هو؟

(الف) حضرت سلمان فارسي رضه (ب) حضرت ابوذر غفاري رضه

(ج) حضرت عبدالرحمان بن عوف (د) حضرت ابوبڪر صديق رضه

**جواب:** (ب).

سوال: ٻڌايو ته ڪهڙيءَ جنگ ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهه' کي مشهور تلوار ذوالفقار عطا ٿي؟

(الف) خيبر واري جنگ ۾ (ب) اُحد واري جنگ ۾

(ج) خندق واري جنگ ۾ (د) تبوڪ واري جنگ ۾

**جواب:** (ب).

سوال: حضرت آدم عليه السلام تي ڪل ڪيترا صحيفا لٿا؟

(الف) 10 (ب) 12

(ج) 16 (د) 19

**جواب:** (الف).

سوال: حضرت ابراهيم عليه السلام تي ڪل ڪيترا صحيفا نازل ٿيا؟

(الف) 8 (ب) 10

(ج) 13 (د) 15

**جواب:** (ب).

سوال: سڀ کان وڌيڪ صحيفا ڪهڙي نبيءَ تي لاٿا ويا؟

(الف) حضرت آدم عليه السلام (ب) حضرت شيث عليه السلام

(ج) حضرت يونس عليه السلام (د) حضرت ايوب عليه السلام

**جواب:** (ب).

سوال: حضرت ادريس عليه السلام تي ڪيترا صحيفا لٿا؟

(الف) 20 (ب) 25

(ج) 30 (د) 35

**جواب:** (ج).

سوال: ڪلمهء توحيد "لا اله الا الله" ڪهڙي پيغمبر جو ڪلمو آهي؟

(الف) حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم

(ب) حضرت آدم عليه السلام

(ج) حضرت ابراهيم عليه السلام (د) سڀني پيغمبر جو

**جواب:** (د).

سوال: افضل الذڪر ڪهڙو آهي؟

(الف) سبحان الله (ب) الحمد لله

(ج) الله اڪبر (د) لا اله الا الله

**جواب:** (د).

سوال: حديث قدسيءَ مطابق الله جو قلعو ڪهڙو آهي، جيڪو ان قلعي ۾ داخل ٿي ويو، اهو الله جي عذاب کان بچي ويندو؟

(الف) نماز (ب) روزو

(ج) حج (د) لا اله الا الله

**جواب:** (د).

سوال: قرآن شريف ۾ ڪل ڪيترن ملائڪن جو نالو موجود آهي؟

(الف) ستن جو (ت) چئن جو

(ج) ٻن جو (د) اٺن جو

**جواب:** (الف).

سوال: حضرت جبرائيل عليه السلام جو ذڪر قرآن ۾ ڪيترين آيتن ۾ آهي؟

(الف) چئن (ب) ٽن

(ج) ٻن (د) پنجن

**جواب:** (الف).

سوال: قرآن شريف مطابق اهي ڪهڙا ٻه فرشتا آهن، جن کي بابل شهر ۾ لاٿو ويو؟

(الف) هاروت ۽ ماروت (ب) ميڪائيل ۽ جبرائيل

(ج) رضوان ۽ مالڪ (د) مالڪ ۽ الرعد

**جواب:** (الف).

سوال: قرآن شريف ۾ ککرن جي مؤکل فرشتي جو نالو ڪهڙو آهي؟

(الف) رضوان (ب) الرعد

(ج) ميڪائيل (د) ماروت

**جواب:** (ب).

سوال: الله تعاليٰ سڀ کان بهترين ڪهڙي مخلوق کي پيدا ڪيو؟

(الف) انسان (ب) جن

(ج) فرشتا (د) حيوان

**جواب:** (ج).

سوال: ڪهڙي سورة مبارڪ ۾ حضور صلي الله عليه وآله وسلم کي چيو ويو آهي ته "توکي هن ڪتاب ۾ اهوئي چيو ويو جيڪو توکان اڳ جي پيغمبر کي چيو ويو آهي؟

(الف) حم السجده (ب) انبياء

(ج) محمد (د) توبہ

**جواب:** (ج).

سوال: اسلام آخرت جي زندگيءَ کي ڪيترن حصن ۾ ورهايو آهي؟

(الف) ٻن (ب) ٽن

(ج) چئن (د) پنجن

**جواب:** (ج).

سوال: ٻهرين حصي يا دور جو نالو ڇا آهي؟

(الف) قيامت (ب) ميدانِ حشر

(ج) برزخ (د) ب ۽ ج

**جواب:** (ب).

سوال: ٽئي دور ۾ زندگي؟

(الف) ڏکهي ٿيندي (ب) هميشه لاءِ هوندي

(ج) تمام ڏکهي هوندي (د) فاني هوندي

**جواب:** (الف).

سوال: هيءَ آيت ڪهڙي سورة ۾ آهي، جنهن جو مفهوم آهي: "هيءَ دنيا راند روند کان سواءِ ڪجھ ناهي ۽ اصل گهر ته آخرت آهي."

(الف) العنڪبوت (ب) انعام

(ج) توبه (د) الزلزال

**جواب:** (ب).

سوال: ڪلمءِ شهادت حقيقت ۾ ڇا آهي؟

(الف) اسلام جي قبوليت (ب) اسلام جي گواهي

(ج) الف ۽ ب ٻئي (د) وفاداريءَ جو قسم

**جواب:** (د).

سوال: اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ مسلمان کان پهريون وعدو ڪهڙي ڳالهه جو آهي؟

(الف) جهاد (ب) زڪوات

(ج) امر بالمعروف (د) نماز

**جواب:** (د).

سوال: اعمال جي باب ۾ دين جو عملي / اصلي بنياد ڪهڙو آهي؟

(الف) ڪلمءِ طيبه (ب) جهاد

(ج) حج (د) نماز

**جواب:** (د).

سوال: حضور صلي الله عليه وآله وسلم پنهنجي اکين جي ٿڌاڻ ڪهڙي شيءِ کي چوندا هئا؟

(الف) عبادت (ب) روزو

(ج) جهاد (د) نماز

**جواب:** (د).

سوال: قرآن مجيد جو ذاتي نالو ڪهڙو آهي؟

(الف) القرآن (ب) الفرقان

(ج) قرآن مجيد (د) قرآن ڪريم

**جواب:** (الف).

سوال: لفظ "القرآن" قرآن شريف ۾ ڪيترا ڀيرا آيو آهي؟

(الف) 46 ڀيرا (ب) 56 ڀيرا

(ج) 66 ڀيرا (د) 76 ڀيرا

**جواب:** (ج).

سوال: لفظ "الفرقان" قرآن شريف ۾ ڪيترا ڀيرا آيو آهي؟

(الف) پنج ڀيرا (ب) ڇهه ڀيرا

(ج) ست پيرا (د) اٺ پيرا

**جواب:** (ب).

سوال: "القرآن" جي معنيٰ ڇا آهي؟

(الف) متبرڪ ڪتاب (ب) جامع ڪتاب

(ج) سمجهڻ وارو ڪتاب (د) وري وري پڙهڻ وارو ڪتاب

**جواب:** (د).

**سوال: پهرين وحيءَ ۾ ڪل ڪيترين آيتون هيون؟**

(الف) پنج (ب) ست

(ج) ٽي (د) هڪ

**جواب:** (الف).

**سوال: حضور صلي الله عليه وآله وسلم تي درود موڪلڻ جو حڪم قرآن شريف جي ڪهڙي سورة ۾ آهي؟**

(الف) سورة محمد (ب) سورة ابراهيم

(ج) سورة الانبياءَ (د) سورة احزاب

**جواب:** (د).

**سوال: ختم نبوت جي حوالي سان قرآن شريف ۾ ڪيترين آيتن ۾ دليل پيش ڪيو ويو آهي؟**

(الف) 99 (ب) 77

(ج) 88 (د) 82

**جواب:** (الف).

سوال: "هاوية" مان ڪهڙي مراد آهي؟

(الف) دوزخ جي ڪاهي (ب) پڙڪندڙ باهه

(ج) ٽانڊا (د) ب ۽ ج

**جواب:** (الف).

سوال: "التڪاثر" مان ڪهڙي مراد آهي؟

(الف) مال جو نقصان (ب) مال جو ظاهري فائدو

(ج) مال جي گهڻائي (د) مال جو وبال

**جواب:** (ج).

سوال: "الماويٰ" مان ڇا مراد آهي؟

(الف) رهڻ جي جاءِ (ب) برزخ جو هنڌ

(ج) جنت جو هنڌ (د) دوزخ جو هنڌ

**جواب:** (الف).

سوال: "جحيم" مان ڇا مراد آهي؟

(الف) دوزخ جي ڪاهي (ب) دوزخ جي باهه

(ج) دوزخ (د) ڀڙڪندڙ باهه

**جواب:** (ج).

سوال: حضرت ابراهيم عليه السلام کي باهه ۾ وڌو ويو ته اها باغ بنجي ويئي، ان جو ذڪر قرآن شريف ۾ ڪهڙي سورة ۾ آيو آهي؟

(الف) سورة توبه (ب) سورة ابراهيم

(ج) سورة الانبياءَ (د) سورة المومنين

**جواب:** (ج).

سوال: ڪل ڪيترين سورتون لفظ "قل" سان شروع ٿين ٿيون؟

(الف) چار (ب) پنج

(ج) ڇهه (د) ست

**جواب:** (ب).

سوال: اها ڪهڙي سورة آهي، جنهن جو هڪ رڪوع مڪي ۾ ۽ ٻيو مديني ۾ نازل ٿيو؟

(الف) سورة المزمل (ب) سورة المدثر

(ج) سورة عبس (د) سورة النازعات

**جواب:** (الف).

سوال: سورة الانسان ڪهڙي سورة مبارڪ کي چيو وڃي ٿو؟

(الف) الدهر (ب) الناس

(ج) سورة محمد (د) سورة النساءَ

**جواب:** (الف).

سوال: ڪهڙين ٻن سورتن کي پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم "زهراوين" چيو؟

(الف) البقره ۽ آل عمران (ب) الفلق ۽ الناس

(ج) الانفال ۽ توبه (د) النساءَ ۽ الطلاق

**جواب:** (الف).

سوال: مديني جي ڪهڙي مسجد ۾ سڀ کان پهرين قرآن شريف پڙهيو ويو؟

(الف) مسجد قبا (ب) مسجد بني سالم

(ج) مسجد بنو زديق (د) مسجد نبوي

**جواب:** (ج).

سوال: پنجن وقتن جي نماز جو حڪم ڪهڙي سورة ۾ ڏنو ويو آهي؟

(الف) سورة المومنين (ب) سورة بقره

(ج) سورة توبہ (د) سورة بني اسرائيل

**جواب:** (د).

سوال: مائٽن سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ جو حڪم ڪهڙي سوره ۾ ڏنو ويو آهي؟

(الف) سورة بني اسرائيل (ب) سورة المومنين

(ج) سورة الحجرات (د) سورة لقمان

**جواب:** (الف).

سوال: وعدو پورو ڪرڻ جو حڪم ڪهڙي سورة ۾ آهي؟

(الف) سورة مائده (ب) سورة لقمان

(ج) سورة بقره (د) سورة اخلاص

**جواب:** (الف).

سوال: "جڏهن توهين گهر ۾ داخل ٿيو تہ سلام ڪريو". اهو حڪم ڪهڙي سورة ۾ آيو آهي؟

(الف) سورة الحجرات (ب) سورة النور

(ج) سورة مريم (د) سورة الجمعہ

**جواب:** (ب).

سوال: وضو، غسل ۽ تيمم جا احڪام ڪهڙي سورة ۾ آهن؟

(الف) سورة المائده (ب) سورة النساء

(ج) سورة بقره (د) سورة المومنين

**جواب:** (الف).

سوال: ڪهڙي سورة ۾ الله جي راھ ۾ شهيد ٿيندڙن کي مئل چوڻ جي منع ڪئي وئي آهي؟

(الف) المائده (ب) البقره

(ج) الانفال (د) الاحزاب

**جواب:** (ب).

سوال: قرآن شريف ۾ ڪيترين جاين تي دعاگهرڻ جي تاڪيد ڪئي ويئي آهي؟

(الف) 75 (ب) 55

(ج) 77 (د) 25

**جواب:** (الف).

سوال: ڪهڙي سورة ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم کي "خاتم النّبين" چيو ويو آهي؟

(الف) سورة محمد (ب) سورة الانبياء

(ج) سورة الاحزاب (د) سورة ابراهيم

**جواب:** (ج).

سوال: "الله جي رحمت کان مايوس نہ ٿيو". الله تعاليٰ اهو حڪم ڪهڙي سررة ۾ ڏنو آهي؟

(الف) سورة محمد (ب) سورة لقمان

(ج) سورة المومنين (د) سورة الزمر

**جواب:** (د).

سوال: ڏي وٺ ۽ ماپ تور ۾ گهاٽي واڌي نہ ڪرڻ جو حڪم قرآن شريف جي ڪهڙين سورتن ۾ ڏنو ويو آهي؟

(الف) سورة الاعراف (ب) سورة الرحمان

(ج) سورة هود ۽ بني اسرائيل (ب) انهن سيني ۾

**جواب:** (د).

سوال: وڏي آواز ۾ هڪٻئي کي اڻ سُهندڙ نالن سان سڏڻ جي منع ڪهڙي سورة ۾ آهي؟

(الف) سورة المومنين (ب) سورة الحجرات

(ج) سورة الصف (د) سورة لقمان

**جواب:** (ب).

سوال: اسلام جي دشمنن کي رازدار بنائڻ جي منع ڪهڙي سورة ۾ آهي؟

(الف) سورة الانفال (ب) سورة المومنين

(ج) سورة آل عمران (د) سورة الانبياء

**جواب:** (ج).

سوال: موطا امام مالڪ، امام مالڪ بن انس اصبحيءَ ڪٿي ويهي مرتب ڪئي؟

(الف) مڪو شريف (ب) مدينو شريف

(ج) طائف (د) غزه

**جواب:** (ب).

سوال: حديث ۾ متن کي پرکڻ لاءِ ڪهڙو طريقو استعمال ڪيو ويندو آهي؟

(الف) سند (ب) روايت

(ج) الف ۽ ب (د) اسماءُ الرجال

**جواب:** (د).

سوال: سند کي پرکڻ لاءِ ڪهڙو طريقو استعمال ڪيو ويندو آهي؟

(الف) اسماءُ الرجمال (ب) روايت

(ج) الف ۽ ب (د) انهن مان ڪوبہ نہ

**جواب:** (ب).

سوال: حديث تي پهريون ڪتاب ڪهڙو آهي؟

(الف) ڪتاب عبدالله بن مسعود (ب) صحيفہ علي

(ج) صحيفہ أبو هريره (د) صحيفہ صادقہ

**جواب:** (د).

سوال: خليفي عمر بن عبدالعزيز ڪهڙي سن ۾ حديثون جمع ڪرڻ جو فرمان جاري ڪيو؟

(الف) 99 هجري (ب) 100 هجري

(ج) 101 هجري (د) 110 هجري

**جواب:** (الف).

سوال: حديث حسن مان ڇا مراد آهي؟

(الف) جيڪا حديث حضرت حسن رضہ روايت ڪئي هجي.

(ب) جنهن جو راوي صحيح حديث کان حفظ ۽ ياد جي درجي ۾ گهٽ هجي.

(ج) صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم مان فقط هڪ ۾ ڄاڻايل هجي.

(د) جيڪا صحيحين کان سواءِ ڪنهن ٻئي حديث جي ڪتاب ۾ درج هجي.

**جواب:** (ب).

سوال: حديث متصل مان ڇا مراد آهي؟

(الف) جنهن جي سند ۾ شروع کان پڇاڙيءَ تائين هڪ بہ راوي ساقط نہ هجي.

(ب) جنهن کي ماڻهو گهٽائيءَ سان بيان ڪن.

(ج) جنهن جي سند رسول الله صلي الله عليه وسلم تائين وڃندي هجي.

(د) انهن مان ڪابہ نہ.

**جواب:** (الف).

سوال: حديث متواتر مان ڪهڙي مراد آهي؟

(الف) هر طبقيءَ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽن راوين ضرور بيان ڪيو هجي.

(ب) جنهن جي سند رسول الله صلي الله عليه وسلم تائين وڃندي هجي.

(ج) جنهن کي ماڻهو گهٽائيءَ سان بيان ڪن.

(د) جنهن جي سند ۾ شروع کان پڇاڙيءَ تائين هڪ بہ راوي ساقط نہ هجي.

**جواب:** (ج).

سوال: حديث مرفوع مان ڇا مراد آهي؟

(الف) جنهن جي سند حضور صلي الله عليه وآله وسلم تائين وڃندي هجي.

(ب) جنهن کي ماڻهو گهٽائيءَ ۾ بيان ڪن.

(ج) جيڪا عرف عام هجي.

(د) جنهن جي مسند ۾ شروع کان پڇاڙيءَ تائين هڪ بہ راوي ساقط نہ هجي.

**جواب:** (الف).

سوال: حديث مشهور مان ڪهڙي مراد آهي؟

(الف) جيڪا گهڻي مشهور هجي.

(ب) جنهن کي عام ۽ خاص ڄاڻندا هجن.

(ج) جنهن کي ماڻهو گهٽائيءَ ۾ بيان ڪن.

(د) جنهن کي هر طبقي ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽن راوين ضرور بيان ڪيو هجي.

**جواب:** (د).

سوال: حديث موضوع مان ڪهڙي مراد آهي؟

(الف) جيڪا گهڙيل حديث هجي.

(ب) جيڪا رڳو هڪ موضوع تي هجي.

(ج) جيڪا ڪيترن ئي موضوعن تي هجي.

(د) جنهن جو موضوع حضورﷺ جي ذات مبارڪ هجي.

**جواب:** (الف).

سوال: سڀ کان پهرين ڪهڙي نبيءَ تي آسماني صحيفن جو نزول ٿيو؟

(الف) حضرت آدم عليه السلام (ب) حضرت ادريس عليه السلام

(ج) حضرت نوح عليه السلام (د) حضرت شيث عليه السلام

**جواب:** (د).

سوال: ڪڪرن جي گجگوڙ، عذاب طور ڪهڙي قوم تي نازل ٿي؟

(الف) قوم ثمود (ب) قوم عاد

(ج) قوم لوط (د) قوم نوح

**جواب:** (الف).

سوال: سڀ کان پهرين حج جو اعلان ڪهڙي نبيءَ ڪيو؟

(الف) حضرت آدم عليه السلام (ب) حضرت نوح عليه السلام

(ج) حضرت ابراهيم عليه السلام (د) حضرت اسماعيل عليه السلام

**جواب:** (ج).

سوال: سڀ کان وڌيڪ حضرت نوح عليه السلام جو ذڪر ڪهڙي سورة مبارڪ ۾ آهي؟

(الف) سورة هود (ب) سورة نوح

(ج) سورة الانبياء (د) سورة ابراهيم

**جواب:** (الف).

سوال: حضرت ابراهيم عليه السلام جو سڀ کان وڌيڪ ذڪر ڪهڙي سورة ۾ آيو آهي؟

(الف) سورة بقره (ب) سورة ابراهيم

(ج) سورة الانبياء (د) سورة حج

**جواب:** (الف).

سوال: سورة ابراهيم ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جو نالو ڪيترا ڀيرا آيو آهي؟

(الف) هڪ ڀيرو (ب) ٽي ڀيرا

(ج) پنج ڀيرا (د) ست ڀيرا

**جواب:** (الف).

سوال: سورة بقره ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جو ذڪر ڪيترا ڀيرا آيو آهي؟

(الف) 9 (ب) 11
(ج) 13 (د) 15
**جواب:** (د).
سوال: حضرت لوط عليه السلام جي پرورش حضرت ابراهيم عليه السلام جي گهر ٿي. حضرت لوط عليه السلام جو، حضرت ابراهيم عليه السلام سان ڪهڙو رشتو هو؟
(الف) ڀائيٽو (ب) ڀائيجو
(ج) هنج ورتل (د) ٽنج شريڪ ڀاءُ
**جواب:** (الف).
سوال: قرآن شريف ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام جو ذڪر ڪيترا ڀيرا آيو آهي؟
(الف) 72 ڀيرا (ب) 103 ڀيرا
(ج) 136 ڀيرا (د) 144 ڀيرا
**جواب:** (ج).
سوال: ڪهڙي نبيءَ کي قرآن شريف ۾ خليفي جي نالي سان سڏيو ويو آهي؟
(الف) حضرت محمد ﷺ (ب) حضرت عيسيٰ عليه السلام
(ج) حضرت موسيٰ عليه السلام (د) حضرت دائود عليه السلام
**جواب:** (د).
سوال: حضرت يحيٰ عليه السلام جو والد ڪهڙو پيغمبر هو؟
(الف) حضرت زڪريا عليه السلام (ب) حضرت الياس عليه السلام
(ج) حضرت يونس عليه السلام (د) حضرت سليمان عليه السلام
**جواب:** (الف).
سوال: حضرت سليمان عليه السلام ڪنهن جو پٽ هو؟
(الف) حضرت دائود عليه السلام (ب) حضرت يعقوب عليه السلام
(ج) حضرت لوط عليه السلام (د) حضرت زڪريا عليه السلام
**جواب:** (الف).
سوال: حضرت ذوالڪفل ڪنهن جو پٽ هو؟
(الف) حضرت ايوب عليه السلام (ب) حضرت يعقوب عليه السلام
(ج) حضرت لوط عليه السلام (د) حضرت يوسف عليه السلام
**جواب:** (الف).
سوال: ڪهڙو پيغمبر ٻيهر اُمتيءَ جي حيثيت سان تشريف فرما ٿيندو؟

(الف) حضرت موسيٰ عليه السلام (ب) حضرت عيسيٰ عليه السلام

(ج) حضرت يحيٰ عليه السلام (د) حضرت شيث عليه السلام

**جواب:** (ب).

سوال: حضرت موسيٰ عليه السلام تي تورات ڪهڙي جبل تي لٿو؟

(الف) صفا جبل (ب) جودي جبل

(ج) سينا جبل (د) بالا جبل

**جواب:** (ج).

سوال: ڏاچيءَ جي جبل مان نڪرڻ جو معجزو ڪهڙي پيغمبر متعلق آهي؟

(الف) حضرت صالح عليه السلام (ب) حضرت موسيٰ عليه السلام

(ج) حضرت ادريس عليه السلام (د) حضرت هود عليه السلام

**جواب:** (الف).

سوال: "عبر" ڪهڙي پيغمبر جو اصل نالو هو؟

(الف) حضرت هود عليه السلام (ب) حضرت لوط عليه السلام

(ج) حضرت صالح عليه السلام (د) حضرت يعقوب عليه السلام

**جواب:** (الف).

سوال: بني عاد ڪٿي آباد هئا؟

(الف) حضرموت (ب) سينا رڻ پٽ

(ج) يمن (د) القريٰ ماٿري

**جواب:** (الف).

سوال: بني ثمود ڪٿي آباد هئا؟

(الف) حضرموت (ب) الحجر ماٿري

(ج) القريٰ ماٿري (د) الف ۽ ب ٻنهي ۾

**جواب:** (ب).

سوال: "اخنوع" ڪهڙي پيغمبر جو اصل نالو هو؟

(الف) حضرت ادريس عليه السلام (ب) حضرت زڪريا عليه السلام

(ج) حضرت يحيٰ عليه السلام (د) حضرت دائود عليه السلام

**جواب:** (الف).

سوال: اهو ڪهڙو پيغمبر هو، جنهن سڀ کان پهرين قلم استعمال ڪيو؟

(الف) حضرت ادريس عليه السلام (ب) حضرت نوح عليه السلام

(ج) حضرت زڪريا عليه السلام (د) حضرت موسيٰ عليه السلام

**جواب:** (الف).

سوال: ڪهڙي پيغمبر کي "مدنيت" (شهري زندگي، سياست وغيره) جو باني چيو وڃي ٿو؟

(الف) حضرت ادريس عليه السلام (ب) حضرت شعيب عليه السلام

(ج) حضرت عيسيٰ عليه السلام (د) حضرت سليمان عليه السلام

**جواب:** (الف).

سوال: طهر ڪرڻ جو حڪم سڀني کان پهرين ڪهڙي نبيءَ کي ڏنو ويو؟

(الف) حضرت ابراهيم عليه السلام (ب) حضرت اسماعيل عليه السلام

(ج) حضرت اسحاق عليه السلام (د) حضرت يونس عليه السلام

**جواب:** (الف).

سوال: حج جي موقعي تي مختلف هنڌن تان ايندڙن لاءِ ڪيترا ميقات آهن؟

(الف) 2 (ب) 3

(ج) 4 (د) 5

**جواب:** (د).

سوال: "هديءَ" مان ڇا مراد آهي؟

(الف) نيڪي ڪرڻ (ب) قرباني ڪرڻ

(ج) قربانيءَ جو جانور (د) هدايت

**جواب:** (ج).

سوال: عرفات جو ميدان مڪي شريف کان ڪيتري مفاصلي تي آهي؟

(الف) 5 ڪلوميٽر (ب) 10 ڪلوميٽر

(ج) 12 ڪلوميٽر (د) 15 ڪلوميٽر

**جواب:** (د).

سوال: منيٰ کان عرفات تائين ڪيترو مفاصلو آهي؟

(الف) 3 ڪلوميٽر (ب) 4 ڪلوميٽر

(ج) 5 ڪلوميٽر (د) 7 ڪلوميٽر

**جواب:** (د).

سوال: منيٰ کان مڪو شريف ڪيتري مفاصلي تي آهي؟

(الف) 3 ميل (ب) 4 ميل

(ج) 5 ميل (د) 6 ميل

**جواب:** (الف).

# پاڪستان

سوال: آزاد ڪشمير سميت پاڪستان جي ڪل ايراضي ڪيتري آهي؟

(الف) 810،740 چورس ڪلوميٽر (ب) 803،940 چورس ڪلوميٽر

(ج) 811،716 چورس ڪلوميٽر (د) 818،818 چورس ڪلوميٽر

**جواب:** (ب).

سوال: آزاد ڪشمير جي ايراضيءَ کي ڇڏي، ڇئن ئي صوبن، فاٽا ۽ اسلام آباد سميت ملڪ جي ايراضي ڪيترا چورس ڪلوميٽر آهي؟

(الف) 796،096 چورس ڪلوميٽر (ب) 778،888 چورس ڪلوميٽر

(ج) 777،473 چورس ڪلوميٽر (د) 796،898 چورس ڪلوميٽر

**جواب:** (الف).

سوال: 1998ع جي آدمشماريءَ مطابق پاڪستان جي آبادي ڪيتري آهي؟

(الف) 130،501،470 (ب) 135،147،170

(ج) 135،155،195 (د) 130،170،473

**جواب:** (ج).

سوال: 1998ع جي آدمشماريءَ مطابق پاڪستان جي ڪيترو سيڪڙو آبادي ڳوٺن ۾ رهي ٿي؟

(الف) 84.6 سيڪڙو (ب) 67.7 سيڪڙو

(ج) 67.9 سيڪڙو (د) 62.5 سيڪڙو

**جواب:** (ج).

سوال: 1998ع جي آدمشماريءَ مطابق پاڪستان ۾ هر جي شرح ڪيتري آهي؟

(الف) 3.1 سيڪڙو (ب) 2.6 سيڪڙو

(ج) 2.8 سيڪڙو (د) 2.7 سيڪڙو

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان ۾ شهري آباديءَ جي شرح ڪهڙي صوبي ۾ وڌيڪ آهي؟

(الف) پنجاب (ب) سرحد

(ج) سنڌ (د) بلوچستان

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان ۾ خواندگيءَ جي شرح ڪيترو سيڪڙو آهي؟

(الف) 40 سيڪڙو (ب) 35 سيڪڙو

(ج) 45 سيڪڙو (د) 32 سيڪڙو

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان جي سڀ کان مٿانهين چوٽي K-2 ڪيترا فوٽ مٿانهين آهي؟

(الف) 27900 (ب) 28250

(ج) 26800 (د) 29100

**جواب:** (ب).

سوال: نانگا پربت ڪيترا فوٽ مٿانهين چوٽي آهي؟

(الف) 26660 (ب) 27770

(ج) 21440 (د) 23900

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جو مشهور رڻ پٽ سيهان ڪهڙي صوبي ۾ آهي؟

(الف) سنڌ (ب) سرحد

(ج) بلوچستان (د) پنجاب

**جواب:** (ج).

سوال: گيشربرم II جي مٿانهين ڪيترا فوٽ آهي؟

(الف) 26360 (ب) 27240

(ج) 25110 (د) 28321

**جواب:** (الف).

سوال: گيشربرم II پاڪستان ۽ ٻئي ڪهڙي پاڙيسري ملڪ جي سرحد کي ويجهو آهي؟

(الف) پاڪستان / افغانستان (ب) پاڪستان / چين

(ج) پاڪستان / ڀارت (د) پاڪستان / ايران

**جواب:** (ب).

سوال: ترچ مير جي چوٽي ڪيتري مٿانهين تي آهي؟

(الف) 25230 (ب) 24180

(ج) 25999 (د) 24170

**جواب:** (الف).

سوال: ترچ مير نالي چوٽي ڪهڙي جابلو سلسلي ۾ آهي؟

(الف) قراقرم جبل (ب) هماليه جبل

(ج) هندوڪش جبل (د) سليمان جبل

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان جي سڀ کان وڏي سنڌو درياه جو مُهڙ مانسرو ور ڍنڍ ڪٿي آهي؟

(الف) آزاد ڪشمير (ب) تبت

(ج) ڀارت (د) والاريل ڪشمير

**جواب:** (ب).

سوال: بيگاري ڊيزرٽ، مڪسي پٽ ۽ نارٿ ويسٽ ڪهڙي صوبي جون اهم نهرون آهن؟

(الف) پنجاب (ب) سنڌ

(ج) سرحد (د) بلوچستان

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان جي سامونڊي ڪناري جي ڪل ڊيگهه ڪيتري آهي؟

(الف) 1100 ڪلوميٽر (ب) 1200 ڪلوميٽر

(ج) 1300 ڪلوميٽر (د) 1400 ڪلوميٽر

**جواب:** (الف).

سوال: منڇر ڍنڍ ڪهڙي ضلعي ۾ آهي؟

(الف) دادو (ب) ٺٽو

(ج) سانگهڙ (د) بدين

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي پهرئين صدر جو نالو ٻڌايو.

(الف) قائداعظم (ب) چوڌري محمد علي

(ج) جنرل اسڪندر مرزا (د) لياقت علي خان

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان ۾ پهريون پيرو چيف ايگزيڪيٽو جو عهدو ڪهڙي حڪمران حاصل ڪيو؟

(الف) جنرل ضياءُ الحق (ب) جنرل محمد موسيٰ

(ج) جنرل اعظم خان (د) جنرل پرويز مشرف

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان ۾ پهريون ڀيرو ڪهڙي سياسي پارٽيءَ جي وزيراعظم ڪي هاءِ جيڪنگ سميت ملڪ دشمنيءَ جي الزامن هيٺ ڪيسن ڪي منهن ڏيڻو پيو؟

(الف) پيپلزپارٽي (ب) مسلم ليگ (ن)

(ج) مسلم ليگ (ف) (د) پاڪستان عوامي پارٽي

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ سڀ کان پهرين ڪهڙي يونيورسٽي قائم ڪئي ويئي؟

(الف) سنڌ يونيورسٽي (ب) پنجاب يونيورسٽي

(ج) قائداعظم يونيورسٽي (د) مهراڻ يونيورسٽي

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان ڪڏهن ائٽمي تجربا ڪري ائٽمي طاقت هئڻ جو اعلان ڪيو؟

(الف) 29 مئي 1998ع (ب) 28 مئي 1999ع

(ج) 30 مارچ 1998ع (د) 31 جولاءِ 1999ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي پهرئين فيلڊ مارشل جو نالو ٻڌايو.

(الف) محمد ايوب خان (ب) جنرل يحيٰ خان

(ج) جنرل ضياءُ الحق (ج) جنرل ڪرامت جهانگير

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان اسٽيل مل جو افتتاح ڪنهن ڪيو؟

(الف) ذوالفقار علي ڀٽو (ب) بي نظير ڀٽو

(ج) نواز شريف (د) شوڪت عزيز

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جو سڀ کان وڏو پن بجلي گهر ڪهڙو آهي؟

(الف) منگلا (ب) وارسڪ

(ج) تربيلا (د) راول

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان ۽ دنيا جو سڀ کان وڏو بئراج ڪهڙو آهي؟

(الف) جناح بئراج (ب) ڪوٽڙي بئراج
(ج) سکر بئراج (د) چناب بئراج

**جواب:** (ج).

سوال: خيبر لڪ ڪهڙي ٻن شهرن کي پاڻ ۾ ملائي ٿو؟

(الف) پشاور/ڪابل (ب) پشاور/قنڌار
(ج) ڪوئيٽه/غزني (د) چترال/گلگت

**جواب:** (الف).

سوال: شمشال لڪ ڪهڙي ٻن علائقن کي پاڻ ۾ ملائي ٿو؟

(الف) گلگت/ واخان (ب) اسڪردو/گلگت
(ج) گلگت/چترال (د) گلگت/چين

**جواب:** (د)

سوال: پاڪستان جو سڀ کان گرم علائقو ڪهڙو آهي؟

(الف) سبي (ب) ملتان
(ج) گوادر (د) جيڪب آباد

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان ۾ سڀ کان ٿڌو علائقو ڪهڙو آهي؟

(الف) زيارت (ب) اسڪردو
(ج) گلگت (د) ڪاغان

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي سڀ کان ڊگهي شاهراه ڪهڙي آهي؟

(الف) موٽر وي (ب) سپر هاءِ وي
(ج) شاهراه پاڪستان (د) شاهه قراقرم

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان جي سڀ کان ڊگهي سرنگهه لواري آهي، اها ڪهڙي علائقي ۾ واقع آهي؟

(الف) مردان (ب) چترال
(ج) ڪوئيٽه (د) چمن

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جا سڀ کان ڊگهان مينار ڪهڙي عمارت جا آهن؟

(الف) بادشاهي مسجد (ب) سمٽ مينار

(ج) فيصل مسجد (د) مينار پاڪستان

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان ۾ سڀ کان وڌيڪ برفباري ڪهڙي علائقي ۾ ٿئي ٿي؟

(الف) چترال (ب) الا ڪوٽ

(ج) اسڪردو (د) دير

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان ۾ سڀ کان وڏو ڊيم ڪهڙو آهي؟

(الف) منگلا ڊيم (ب) تربيلا ڊيم

(ج) وارسڪ ڊيم (د) راول ڊيم

**جواب:** (ب)

سوال: پاڪستان ۾ سڀ کان پهرين قدرتي گئس ڪڏهن لڌو؟

(الف) 1969ع (ب) 1970ع

(ج) 1958ع (د) 1952ع

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان ۾ پهريون پيرو هنگامي حالتون ڪڏهن نافذ ڪيون ويون؟

(الف) 27 آگسٽ 1948ع (ب) 4 آگسٽ 1947ع

(ج) 21 آگسٽ 1951ع (د) 21 سيپٽمبر 1954ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي پهرئين پرڏيهي وزير جو نالو ڇا هو؟

(الف) سردار عبدالرب نشتر (ب) سر ظفر الله خان

(ج) ميان ممتاز دولتانه (د) شعيب احمد

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جو پهريون چيئرمن جوائنٽ چيفس آف اسٽاف ڪميٽي ڪير هو؟

(الف) جنرل فرينڪ ميسروي (ب) جنرل محمد موسيٰ خان

(ج) جنرل محمد شريف (د) جنرل ٽڪا خان

**جواب:** (ج)

سوال: ايئر فورس جو سڀ کان وڏو عهدو ڪهڙو آهي؟

(الف) ايئر چيف مارشل (ب) مارشل آف ايئر فورس

(ج) ايئر مارشل (د) ايئر ڪموڊور

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جو مٽيءَ مان ٺهيل سڀ کان وڏو ڊيم ڪهڙو آهي؟

(الف) وارسڪ ڊيم (ب) منگلا ڊيم

(ج) تربيلا ڊيم (د) انهن مان ڪوبه نه

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان جي سڀ کان وڏي ۽ آڳاٽي يونيورسٽي ڪهڙي آهي؟

(الف) بهاولپور يونيورسٽي (ب) قائداعظم يونيورسٽي

(ج) پنجاب يونيورسٽي (د) سنڌ يونيورسٽي

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان جي سڀ کان وڏي صنعت ڪهڙي آهي؟

(الف) راندين جو سامان (ب) سوٽي ڪپڙو

(ج) ريشمي ڪپڙو (د) رانديڪا

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان کي پهريون نوبل انعام ڪڏهن مليو؟

(الف) مئي 1984ع (ب) سيپٽمبر 1979ع

(ج) آڪٽوبر 1979ع (د) جون 1983ع

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان جي قيام جي، سڀ کان پهرين تجويز ڪهڙي، صوبي جي اسيمبليءَ منظور ڪئي؟

(الف) اوڀر بنگال (ب) پنجاب

(ج) سنڌ (د) بلوچستان

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان ۾ سڀ کان پهرين ڪهڙي رياست شامل ٿي؟

(الف) قلات (ب) بهاولپور

(ج) دير (د) انهن مان ڪابه نه

**جواب:** (ب).

سوال: فوج خلاف سازش ڪرڻ جي الزام ۾ وزيراعظم نواز شريف کي فوج جي ڪهڙي رجمينٽ گرفتار ڪيو؟

(الف) پنجاب رجمينٽ (ب) سنڌ رجمينٽ

(ج) آزاد ڪشمير رجمينٽ (د) بلوچستان رجمينٽ

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان ۾ معيشت جو ڪهڙو شعبو سڀ کان وڌيڪ روزگار مهيا ڪري ٿو؟

(الف) کاڻيون (ب) صنعت

(ج) زراعت (د) انهن مان ڪابہ نہ

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان جي سڀ کان آڳاٽي اردو اخبار ڪهڙي آهي؟

(الف) روزانہ جنگ (ب) روزانہ مساوات

(ج) روزانہ صداقت (د) روزانہ نواءِ وقت

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان جي سڀ کان پراڻي سنڌي اخبار ڪهڙي آهي؟

(الف) هلال پاڪستان (ب) عبرت

(ج) آفتاب (د) مهراڻ

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان ۾ پهريون بليو پلانٽ ڪڏهن لڳايو ويو؟

(الف) 1971ع (ب) 1974ع

(ج) 1978ع (ج) 1976ع

**جواب:** (ب).

سوال: گورنر جنرل جو عهدو ڪڏهن ختم ڪيو ويو؟

(الف) 23 مارچ 1956ع (ب) 14 آگسٽ 1960ع

(ج) 11 اپريل 1959ع (د) 16 آگسٽ 1966ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي پهرين ٽپال ٽڪلي ڪڏهن جاري ٿي؟

(الف) 4 آگسٽ 1947ع (ب) 23 مارچ 1948ع

(ج) 15 آگسٽ 1949ع (د) 9 جولاءِ 1948ع

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان ڪهڙي ڏينهن تي آزاد ٿيو؟

(الف) سومر (ب) اربع

(ج) خميس　　(د) جمعو

**جواب:** (د).

سوال: گلگت لڪ جي اوچائي ڪيتري آهي؟

(الف) 1800 فوٽ　　(ب) 1500 فوٽ

(ج) 1750 فوٽ　　(د) 1480 فوٽ

**جواب:** (ب).

سوال: شاهراهه ريشم جو ٻيو نالو ڇا آهي؟

(الف) قراقرم هاءِ وي　　(ب) چائنا روڊ

(ج) سپر هاءِ وي　　(د) پاڪ- چائنا شاهراهه

**جواب:** (الف)

سوال: "پاڪستان" جو لفظ چوڌري رحمت علي ڪڏهن تجويز ڪيو؟

(الف) 28 فيبروري 1930ع　　(ب) پهرين مارچ 1934ع

(ج) 21 اپريل 1930ع　　(د) پهرين مئي 1934ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي ڪهڙي علائقي مان هيرا ڪڍيا وڃن ٿا؟

(الف) سوات　　(ب) مينگور

(ج) چترال　　(د) هنزه

**جواب:** (ب).

سوال: زيارت سمنڊ جي سطح کان ڪيترو مٿانهون آهي؟

(الف) 7000 فوٽ　　(ب) 7980 فوٽ

(ج) 8000 فوٽ　　(د) 8819 فوٽ

**جواب:** (ج).

سوال: ڪوئيٽا سمنڊ جي سطح کان ڪيترو مٿي آهي؟

(الف) 4500 فوٽ　　(ب) 5.500 فوٽ

(ج) 5000 فوٽ　　(د) 6616 فوٽ

**جواب:** (ب).

سوال: ڪراچي شپ يارڊ ڪڏهن کان ڪم شروع ڪيو هو؟

(الف) 1955ع　　(ب) 1956ع

(ج) 1957ع　　(د) 1958ع

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جا سڪا پهريون ڀيرو ڪڏهن جاري ٿيا؟

(الف) 3 جنوري 1950ع (ب) 6 مارچ 1952ع

(ج) 4اپريل 1948ع (د) 3 جنوري 1948ع

**جواب:** (د)

**سوال: پاڪستان تعمير ۽ ترقيءَ بابت بين الاقوامي بئنڪ جو ميمبر ڪڏهن بڻيو:**

**(الف) 9 جولاءِ 1950ع (ب) 10 آگسٽ 1948ع**

**(ج) 6 مارچ 1951ع (د) 14 آگسٽ 1949ع**

**جواب:** (الف).

**سوال: شگارملڙي ڪٿي آهي؟**

**(الف) گلگت (ب) اسڪردو**

**(ج) ڪيلاش (د) هنزه**

**جواب:** (ب).

**سوال: پاڪستان جو لفظ ڪهڙي ٻوليءَ جو لفظ آهي؟**

**(الف) اردو (ب) فارسي**

**(ج) ترڪي (د) عربي**

**جواب:** (ج).

**سوال: پاڪستان ۾ ٺهندڙ پهرين جيپ جو نالو ڇا رکيو ويو؟**

**(الف) نشان (ب) مهراڻ**

**(ج) همسفر (د) جرائت**

**جواب:** (الف).

سوال: آمريڪا ۾ پاڪستان جي پهرين سفير جو نالو ڇا هو؟

(الف) سر ظفر الله خان (ب) ايم اي ايچ اصفهاني

(ج) منير اڪرم (د) اسماعيل خان

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جو پهريون نائب وارو وزير ڪير هو؟

(الف) لياقت علي خان (ب) غلام محمد

(ج) عبدالله هارون (د) حسين شهيد سهروردي

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جي سڀ کان وڏي ريڊيو اسٽيشن ڪهڙي آهي؟

(الف) لاهور (ب) ڪراچي

(ج) اسلام آباد (د) حيدرآباد

**جواب**: (ج).

سوال: ڪراچي يونيورسٽيءَ جي ڪئمپس جو پيڙهه وارو پٿر ڪنهن رکيو؟

(الف) اسڪندر مرزا (ب) لياقت علي خان

(ج) سر عبدالله هارون (د) پيرزادو عبدالستار

**جواب**: (الف).

سوال: اولمپڪ راندين جو پهريون ٻلو (تمغو) پاڪستان ڪهڙي شهر ۾ حاصل ڪيو؟

(الف) لاس اينجلز (ب) روم

(ج) پيرس (د) سڊني

**جواب**: (ب).

سوال: پاڪستان ۾ سيمينٽ جو سڀ کان وڏو ڪارخانو ڪهڙو آهي؟

(الف) دادا ڀائي سيمينٽ (ب) زيل پاڪ سيمينٽ

(ج) چراٽ سيمينٽ (د) غريب وال سيمينٽ

**جواب**: (ب).

سوال: پورٽ قاسم جو پيڙهه وارو پٿر ڪڏهن رکيو ويو؟

(الف) 1973ع (ب) 1976ع

(ج) 1975ع (د) 1977ع

**جواب**: (ب).

سوال: پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ سنڌ جو گاديءَ وارو شهر ڪهڙو هو؟

(الف) ڪراچي (ب) حيدرآباد

(ج) سکر (د) نوابشاهه

**جواب**: (ب).

سوال: بلوچستان کي صوبي جو درجو ڪڏهن ڏنو ويو؟

(الف) پهرين جولاءِ 1948ع (ب) پهرين جولاءِ 1950ع

(ج) پهرين جولاءِ 1960ع (د) پهرين جولاءِ 1970ع

**جواب**: (د).

سوال: سنڌ صوبي جي پهرين عورت گورنر جو نالو ٻڌايو؟

(الف) بيگم شائسته (ب) بيگم رعنا لياقت علي

(ج) بيگم ٺ اهنواز (د) بيگم نصرت

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان ۾ پهريون ائٽمي بجلي گهر ڪڏهن قائم ٿيو؟

(الف) 1950ع (ب) 1952ع

(ج) 1954ع (د) 1956ع

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جو اهو ڪهڙو شهر آهي، جيڪو طوفان نوح کان ئي آباد هلندو پيو اچي؟

(الف) لاهور (ب) حيدرآباد

(ج) ڪوئيٽه (د) ملتان

**جواب:** (د).

سوال: اسلام آباد، پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ ڪڏهن بڻيو؟

(الف) پهرين آگسٽ 1960ع (ب) پهرين آگسٽ 1961ع

(ج) پهرين آگسٽ 1962ع (د) پهرين آگسٽ 1959ع

**جواب:** (الف).

سوال: ڪجور جي درآمد ۾ پاڪستان عالمي واپار ۾ ڪهڙي نمبر تي آهي؟

(الف) ٽئين (ب) چوٿين

(ج) پنجين (د) ستين

**جواب:** (ب).

سوال: آبدوز اگسٽا ڪي سامونڊي فوج جي حوالي ڪڏهن ڪيو ويو؟

(الف) 26 نومبر 2000ع (ب) 2 اپريل 2000ع

(ج) 18 نومبر 2001ع (د) 21 ڊسمبر 1999ع

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان ۽ ڏکڻ ايشيا ۾ هٿيارن جي سڀ کان پهرين نمائش نومبر 2000ع ۾ پاڪستان جي ڪهڙي شهر ۾ ٿي؟

(الف) اسلام آباد (ب) لاهور

(ج) ڪراچي (د) ائبٽ آباد

**جواب:** (ج).

سوال: نومبر 2000ع جي وچ ڌاري پاڪستاني سائنسدانن انسان جي جينياتي بيمارين بابت ڪيترين بيمارين دريافت ڪري، دنيا کي ڇرڪائي وڌو؟

(الف) 3 (ب) 4

(ج) 6 (د) 8

**جواب:** (ب).

سوال: 12 آڪٽوبر 1999ع تي فوجي حڪومت اچڻ سان پاڪستان جي ڪهڙي بين الاقوامي تنظيم جي ميمبري معطل ڪئي ويئي؟

(الف) آسيان (ب) سارڪ

(ج) دولتِ مشترڪ (د) اسلامي ڪانفرنس تنظيم

**جواب:** (ج).

سوال: 1998ع جي آدمشماريءَ مطابق پاڪستان ۾ 10 لک کان وڌيڪ آباديءَ وارا ڪيترا شهر آهن؟

(الف) 7 (ب) 8

(ج) 9 (د) 10

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان غير جانبدار ملڪن جي ڇهين ڪانفرنس ۾ ڪڏهن شرڪت ڪئي؟

(الف) 9 سيپٽمبر 1978ع (ب) 11 آڪٽوبر 1979ع

(ج) 6 سيپٽمبر 1979ع (د) 11 آڪٽوبر 1980ع

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان، افغانستان، آمريڪا ۽ روس ڪهڙي تاريخ تي جنيوا معاهدي تي صحيحون ڪيون؟

(الف) 12 اپريل 1988ع (ب) 19 مئي 1988ع

(ج) 22 جون 1988ع (د) 14 اپريل 1988ع

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان جو قومي گل ڪهڙو آهي؟

(الف) گلاب (ب) موتيو

(ج) چنبيلي (د) سورج مکي

**جواب:** (ج).

سوال: خنجراب لڪ ڪڏهن ٽرئفڪ لاءِ کوليو ويو؟

(الف) 6 مئي 1986ع (ب) پهرين مئي 1987ع

(ج) 8 جون 1986ع (د) پهرين مئي 1986ع

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان جو سڀني کان وڏو بين الاقوامي هوائي اڏو ڪٿي آهي؟

(الف) ڪراچي (ب) اسلام آباد

(ج) لاهور (د) چڪلالہ

**جواب:** (الف).

سوال: وفاقي محتسب جو ادارو ڪڏهن قائم ڪيو ويو؟

(الف) 1981ع (ب) 1982ع

(ج) 1983ع (د) 1985ع

**جواب:** (ب).

سوال: بادشاهي مسجد ڪڏهن تعمير ٿي؟

(الف) 1670ع (ب) 1690ع

(ج) 1545ع (د) 1571ع

**جواب:** (الف).

سوال: عورتن جي پهرين بئنڪ ڪڏهن قائم ڪئي وئي؟

(الف) پهرين ڊسمبر 1989ع (ب) 9 جون 1988ع

(ج) پهرين مئي 1992ع (د) 8 اپريل 1989ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان ۾ بئنڪن کي ڪڏهن قومي ملڪيت ۾ ورتو ويو؟

(الف) پهرين جنوري 1973ع (ب) پهرين جنوري 1974ع

(ج) پهرين جنوري 1976ع (د) پهرين جنوري 1975ع

**جواب:** (ب).

سوال: قومي ملڪيت ۾ ورتل بئنڪن کي خانگاهڻ جو عمل ڪڏهن شروع ٿيو؟

(الف) 9 جنوري 1991ع (ب) 9 جنوري 1994ع

(ب) 8 آگسٽ 1992ع (د) 7 جنوري 1995ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي ٽپال ٽڪليءَ تي سڀ کان پهرين ڪهڙي شخصيت جي تصوير

چاليو ويئي؟

(الف) ايوب خان (ب) لياقت علي خان

(ج) اسڪندر مرزا (د) قائداعظم

**جواب:** (الف).

سوال: قائداعظم محمد علي جناح پاڪستان جي پهرين آئين ساز اسيمبليءَ جو صدر ڪڏهن چونڊيو؟

(الف) 11 آگسٽ 1948ع (ب) 11 آگسٽ 1947ع

(ج) 14 آگسٽ 1947ع (د) 14 آگسٽ 1948ع

**جواب:** (ب).

سوال: جنرل ايوب خان پاڪستان آرميءَ جو پهريون مسلمان ڪمانڊر ڪڏهن بڻيو؟

(الف) 9 فيبروري 1951ع (ب) 7 جنوري 1950ع

(ج) 9 مئي 1950ع (د) 9 جنوري 1951ع

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان ۾ پهرين آدمشماري ڪڏهن ڪرائي ويئي؟

(الف) 17 مارچ 1950ع (ب) 18 اپريل 1950ع

(ج) 9 فيبروري 1951ع (د) 10 جون 1951ع

**جواب:** (ج).

سوال: ريڊيو پاڪستان تان قومي ترانو سڀ کان پهرين ڪڏهن نشر ڪيو ويو؟

(الف) 13 آگسٽ 1953ع (ب) 14 آگسٽ 1954ع

(ج) 15 آگسٽ 1955ع (د) 16 آگسٽ 1957ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي ٻي آئين ساز اسيمبليءَ پاڪستان جي پهرين آئين جي منظوري ڪڏهن ڏني؟

(الف) 28 فيبروري 1955ع (ب) 29 فيبروري 1956ع

(ج) 7 مارچ 1997ع (د) 21 اپريل 1958ع

**جواب:** (ب).

سوال: جنرل محمد ايوب خان پاڪستان جو صدر ڪڏهن بڻيو؟

(الف) 9 فيبروري 1958ع (ب) 10 فيبروري 1959ع

(ج) 27 آڪٽوبر 1958ع (د) 12 مارچ 1957ع

**جواب:** (ج).

سوال: يحيٰ خان ڪهڙي تاريخ تي پاڪستان جي صدر جو عهدو سنڀاليو؟

(الف) 31 ڊسمبر 1968ع (ب) 31 مارچ 1970ع

(ج) 31 مارچ 1969ع (د) 31 اپريل 1968ع

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو بنياد ڪڏهن رکيو ويو؟

(الف) 30 نومبر 1967ع (ب) پهرين ڊسمبر 1967ع

(ج) 2 مارچ 1968ع (د) 31 ڊسمبر 1967ع

**جواب:** (الف).

سوال: جنرل يحيٰ خان ليگل فريم ورڪ آرڊر (L.F.O) ڪڏهن جاري ڪيو؟

(الف) 9 مارچ 1969ع (ب) 30 مارچ 1970ع

(ج) 8 اپريل 1968ع (د) 31 ڊسمبر 1968ع

**جواب:** (ب).

سوال: قادياني فرقي کي ڪهڙي تاريخ تي غير مسلم قرار ڏنو ويو؟

(الف) 9 سيپٽمبر 1973ع (ب) 7 سيپٽمبر 1974ع

(ج) 11 آڪٽوبر 1975ع (د) 8 نومبر 1976ع

**جواب:** (ب).

سوال: ذوالفقار علي ڀُٽي اسلامي ڪانفرنس جو افتتاح ڪڏهن ڪيو؟

(الف) 24 مارچ 1971ع (ب) 23 مارچ 1973ع

(ج) 22 فيبروري 1974ع (د) 31 ڊسمبر 1972ع

**جواب:** (ج).

سوال: ڪراچي نيوڪليئر پاور پلانٽ ڪڏهن ڪم شروع ڪيو؟

(الف) 1970ع (ب) 1971ع

(ج) 1972ع (د) 1973ع

**جواب:** (ب).

سوال: وارسڪ سرنگهه جي ڊيگهه ڪيتري آهي؟

(الف) 4 ميل ب) ساڍا 3 ميل

(ج) 5 ميل (د) ساڍا 4 ميل

**جواب:** (ب).

سوال: ڪوجڪ شيلا باغ سرنگھ ڪيتري ڊگھي آهي؟

(الف) 3 ميل (ب) ساڍا 3 ميل

(ج) 4 ميل (د) اڍائي ميل

**جواب:** (د).

سوال: تانده ڊيم سرنگھ جي ڊيگھ ڪيتري آهي؟

(الف) 600 فوٽ (ب) 450 فوٽ

(ج) 400 فوٽ (د) 360 فوٽ

**جواب:** (ج).

سوال: 25,550 فوٽ مٿانهينءَ تي ڪهڙي چوٽي آهي؟

(الف) ترچ مير (ب) راڪاپوشي

(ج) منڪيان (د) تخت سليمان

**جواب:** (ب).

سوال: جابلو چوٽي منڪيان جي بلندي ڪيتري آهي؟

(الف) 19000 فوٽ (ب) 18000 فوٽ

(ج) 20000 فوٽ (د) 17000 فوٽ

**جواب:** (الف).

سوال: گلگت کي يارقند (چين) سان ملائيندڙ لڪ جو نالو ٻڌايو.

(الف) خان ڪن لڪ (ب) ڪلڪ لڪ

(ج) توچي لڪ (د) مزتاغ لڪ

**جواب:** (د).

سوال: مٿئين سوات کي هيٺين سوات سان ملائيندڙ لڪ جو نالو ٻڌايو.

(الف) شمشال لڪ (ب) شانگلا لڪ

(ج) لواري لڪ (د) شيندور لڪ

**جواب:** (ب).

سوال: چترال ۽ نوري شاهه (افغانستان) کي ملائيندڙ لڪ جو نالو ڇا آهي؟

(الف) بدوائي لڪ (ب) قراقرم لڪ

(ج) ڪلڪ لڪ (د) دوره لڪ

**جواب:** (د).

سوال: مزتاغ لڪ جي بلندي ڪيتري آهي؟

(الف) 19.030 فوٽ (ب) 18.603 فوٽ

(ج) 17.210 فوٽ (د) 19.999 فوٽ

**جواب:** (الف).

سوال: قراقرم لڪ جي اوچائي ڪيتري آهي؟

(الف) 18 ،290 فوٽ (ب) 17.181 فوٽ

(ج) 18.953 فوٽ (د) 17.595 فوٽ

**جواب:** (الف).

سوال: ڪابل ۽ پاراڇنار کي ڳنڍيندڙ لڪ جو نالو ٻڌايو.

(الف) گومل لڪ (ب) پيدار لڪ

(ج) باروگل لڪ (د) ڪلڪ لڪ

**جواب:** (ب).

سوال: پنجاب صوبي ۾ ڪل ڪيترا درياءَ آهن؟

(الف) 3 (ب) 4

(ج) 5 (د) 6

**جواب:** (ب).

سوال: بلوچستان صوبي ۾ ڪل ڪيترا درياءَ آهن؟

(الف) 5 (ب) 6

(ج) 7 (د) 8

**جواب:** (ج).

سوال: بلوچستان جو درياءُ دشت ڪٿي ڇوڙ ڪري ٿو؟

(الف) عربي سمنڊ (ب) سنڌو درياءُ

(ج) ايراني نار (د) گومل درياءُ

**جواب:** (الف).

سوال: سرحد صوبي ۾ ڪيترا درياءَ آهن؟

(الف) 8 (ب) 7

(ج) 9 (د) 6

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي اولهه وارن جابلو سلسلن کي ڪيترن حصن ۾ ورهايو ويو آهي؟

(الف) 6 (ب) 5

(ج) 4 (د) 7

**جواب:** (ب).

سوال: شوالڪ ٽڪرين جي بلندي ڪيتري آهي؟

(الف) 400 ميٽرن کان 1100 ميٽر (ب) 300 ميٽرن کان 1000 ميٽر

(ج) 350 ميٽرن کان 1050 ميٽر (د) 200 ميٽرن کان 1150 ميٽر

**جواب:** (ب).

سوال: پير پنجال جابلو سلسلي جي سراسري اوچائي ڪيتري آهي؟

(الف) 4500 ميٽر (ب) 5100 ميٽر

(ج) 5000 ميٽر (د) 3500 ميٽر

**جواب:** (ج).

سوال: معدني لوڻ جو سڀ کان وڏو ذخيرو ڪٿي آهي؟

(الف) مکڙ وال (ب) کيوڙا

(ج) مچ (د) شارغ

**جواب:** (ب).

سوال: منگلا ڊيم آزاد ڪشمير ۾ ڪهڙي درياءَ تي ٺاهيل آهي؟

(الف) جهلوم درياءَ (ب) راوي درياءَ

(ج) سنڌو درياءَ (د) ڪابل درياءَ

**جواب:** (الف).

سوال: تربيلا ڊيم سرحد صوبي ۾ ڪهڙي درياءَ تي ٺاهيل آهي؟

(الف) ڪابل درياءَ (ب) سنڌو درياءَ

(ج) سوات درياءَ (د) جهلم درياءَ

**جواب:** (ب).

سوال: هنزه ۾ 40 ميل ڊگهي برفاني ڇپ جو نالو ڇا آهي؟

(الف) بالتور (ب) هسيارا

(ج) بطوزا (د) سياچن

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان جي باشندن جو نسل ڪيترن وڏن تهذيبي ۽ نسلي گروهن ۾ ورهايو ويو آهي؟

(الف) 3 (ب) 4

(ج) 6 (د) 5

**جواب:** (الف).

سوال: لنڊي ڪوتل ۽ گلگت مان ڪهڙي خاص معدني پيداوار حاصل ٿئي ٿي؟

(الف) سرمو (ب) سنکيو

(ج) لوڻ (د) ايلومينيم

**جواب:** (ب).

سوال: چترال ۽ مردان مان ڪهڙو قيمتي پٿر ڪڍيو وڃي ٿو؟

(الف) زمرد (ب) پکراج

(ج) ياقوت (د) نيلم

**جواب:** (ب).

سوال: سوات ۽ مهمند ايجنسي ڪهڙي قيمتي پٿر لاءِ مشهور آهي؟

(الف) ياقوت (ب) پکراج

(ج) نيلم (د) زمرد

**جواب:** (د).

سوال: ڏکڻ پنجاب ۾ ڳالهائي ويندڙ سڀ کان وڏي ٻولي ڪهڙي آهي؟

(الف) سرائڪي (ب) هندکو

(ج) پنجابي (د) اردو

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي ڪهڙي صوبي ۾ سڀ کان وڌيڪ ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون؟

(الف) پنجاب (ب) سنڌ

(ج) بلوچستان (د) سرحد

**جواب:** (ج).

سوال: اردوءَ کي سرڪاري ٻولي ڪڏهن بڻايو ويو؟

(الف) 20 اپريل 1954ع (ب) 20 اپريل 1955ع

(ج) 21 ڊسمبر 1956ع (د) 21 ڊسمبر 1957ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي سڀ کان وڏي آئل فيلڊ ڪٿي آهي؟

(الف) ڊنڊوٽ (ب) ڪلرڪلهار

(ج) ڏرنال (د) گهوٽڪي

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان آرميءَ جو هيڊ ڪوارٽر ڪهڙي شهر ۾ آهي؟

(الف) اسلام آباد (ب) ڪراچي

(ج) راولپنڊي (د) لاهور

**جواب:** (ج).

سوال: فاٽا جي ماڻهن کي ووٽ ڏيڻ جو حق ڪڏهن مليو؟

(الف) 1947ع (ب) 1957ع

(ج) 1977ع (د) 1997ع

**جواب:** (د).

سوال: مينار پاڪستان جي ڊيگهه ڪيتري آهي؟

(الف) 200 فوٽ 6 انچ (ب) 187 فوٽ 9 انچ

(ج) 196 فوٽ 8 انچ (د) 189 فوٽ 7 انچ

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان جي سڀ کان ڊگهي ريلوي لائين ڪهڙي آهي؟

(الف) ڪراچي کان لاهور (ب) لاهور کان ڪوئيٽا

(ج) ملتان کان پشاور (د) ڪراچي کان لنڊي ڪوتل

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان جو پهريون نامزد وزيراعظم ڪير هو؟

(الف) چوڌري محمد علي (ب) لياقت علي خان

(ج) محمد علي بوگره (د) فيروز خان نون

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جو پهريون چونڊيل وزيراعظم ڪير هو؟

(الف) لياقت علي خان (ب) ذوالفقار علي ڀٽو

(ج) بي نظير ڀٽو (د) محمد خان جوڻيجو

**جواب:** (ب).

سوال: نشان حيدر ماڻيندڙ سڀ کان ننڍي ڄمار جي شهيد جو نالو ٻڌايو.

(الف) محمد سرور شهيد (ب) محمد محفوظ شهيد

(ج) عزيز ڀٽي شهيد (د) راشد منهاس شهيد

**جواب:** (د).

سوال: سياچن گليشئر جي ڊيگهه ڪيتري آهي؟

(الف) 40 ڪلوميٽر (ب) 30 ڪلوميٽر

(ج) 45 ڪلوميٽر (د) 35 ڪلوميٽر

**جواب:** (ج).

سوال: سنڌو درياءَ جي ڊيگهه ڪيتري آهي؟

(الف) 2,800 ڪلوميٽر (ب) 2,900 ڪلوميٽر

(ج) 3,200 ڪلوميٽر (د) 3,010 ڪلوميٽر

**جواب:** (ب).

سوال: جنرل ضياءُ الحق ڪڏهن هوائي حادثي ۾ فوت ٿيو؟

(الف) 27 آگسٽ 1988ع (ب) 17 آگسٽ 1988ع

(ج) 29 آگسٽ 1989ع (د) 30 آگسٽ 1987ع

**جواب:** (ب).

سوال: آزاد ڪشمير جي ڪل ايراضي ڪيتري آهي؟

(الف) 13,297 ڪلوميٽر (ب) 14,101 ڪلوميٽر

(ج) 12,990 ڪلوميٽر (د) 13,121 ڪلوميٽر

**جواب:** (الف).

سوال: هندستان ۾ مڪمل آزاديءَ جو نعرو سڀ کان پهرين ڪنهن هنيو؟

(الف) مولانا حسرت موهاني (ب) مولانا محمد علي جوهر

(ج) سر سيد احمد خان (د) نواب وقار الملڪ

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جو ٺهراءُ ڪڏهن پيش ڪيو ويو؟

(الف) 23 مارچ 1940ع (ب) 12 آگسٽ 1930ع

(ج) 14 آگسٽ 1935ع (د) 15 سيپٽمبر 1938ع

**جواب:** (الف).

سوال: قائداعظم محمد علي جناح کي سڀ کان پهرين قائداعظم جو لقب ڪنهن ڏنو؟

(الف) علامه اقبال (ب) مولانا حسرت موهاني

(ج) مولانا مظهر الدين (د) چوڌري رحمت علي

**جواب:** (ج).

سوال: قائداعظم پنهنجا "چوڏهن نڪتا" ڪڏهن پيش ڪيا هئا؟

(الف) اپريل 1927ع (ب) مارچ 1929ع

(ج) آگسٽ 1930ع (د) مئي 1931ع

**جواب:** (ب).

سوال: قائداعظم کي "قوم جي ابي" جو خطاب ڪنهن ڏنو هو؟

(الف) لياقت علي خان (ب) قاضي محمد اڪبر

(ج) عبدالرب نشتر (د) مولانا ابوالڪلام آزاد

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جو ٽيون آئين ڪهڙي وزيراعظم جي وقت ۾ پيش ڪيو ويو؟

(الف) لياقت علي خان (ب) چوڌري محمد علي

(ج) ذوالفقار علي ڀٽو (د) ميان نواز شريف

**جواب:** (ج).

سوال: صدر جنرل ضياءُ الحق ڪڏهن ترميم ٿيل آئين نافذ ڪيو؟

(الف) 1983ع (ب) 1984ع

(ج) 1986ع (د) 1985ع

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان کي سڀ کان پهرين ڪهڙي ملڪ تسليم ڪيو؟

(الف) سعودي عرب (ب) ايران

(ج) ترڪي (د) افغانستان

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان بنجڻ کان پوءِ ان کي تسليم ڪرڻ جي مخالفت ڪهڙي ملڪ ڪئي؟

(الف) ڀارت (ب) عراق

(ج) آمريڪا (د) افغانستان

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان ڪهڙي اسلامي تاريخ تي وجود ۾ آيو؟

(الف) 27 رجب (ب) 27 رمضان

(ج) 9 ذوالحج (د) 12 ربيع الاول

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جي قومي تراني ۾ ڪيترين مصرعون آهن؟

(الف) ڏهه (ب) ٻارهن

(ج) چوڏهن (د) پندرهن

**جواب:** (د).

سوال: قومي ترانو وڄڻ ۾ ڪيترو وقت وٺي ٿو؟

(الف) هڪ منٽ 15 سيڪنڊ (ب) هڪ منٽ 10 سيڪنڊ

(ج) هڪ منٽ 20 سيڪنڊ (د) هڪ منٽ 25 سيڪنڊ

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان جي قومي تراني ۾ ڪل ڪيترا ساز استعمال ڪيا ويا آهن؟

(الف) 25 ساز (ب) 28 ساز

(ج) 35 ساز (د) 38 ساز

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان جي ڪهڙي ريڊيو اسٽيشن تان سڀ کان پهرين پاڪستان جي وجود جو اعلان نشر ٿيو؟

(الف) ڪراچي (ب) لاهور

(ج) ڪوئيٽا (د) پشاور

**جواب:** (ب).

سوال: ڪهڙي ملڪ جي صدر سڀ کان پهرين پاڪستان جو دورو ڪيو؟

(الف) انڊونيشيا (ب) ايران

(ج) افغانستان (د) ڀارت

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جو مانچسٽر ڪهڙي شهر کي سڏيو وڃي ٿو؟

(الف) ڪراچي (ب) لاهور

(ج) ملتان (د) فيصل آباد

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان ۾ اوليائن جو شهر ڪهڙو آهي؟

(الف) لاهور (ب) ٺٽو

(ج) ملتان (د) سيوهڻ

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان جو برمنگهم ڪهڙي شهر کي چيو وڃي ٿو؟

(الف) حيدرآباد (ب) سيالڪوٽ

(ج) ڪوئيٽه (د) گجرانوالا

**جواب:** (ب).

سوال: سنڌ جو پهريون گورنر ڪير هو؟

(الف) قائداعظم (ب) سر غلام حسين هدايت الله

(ج) فخرالدين جي ابراهيم (د) مير رسول بخش ٽالپر

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جو پهريون مواصلات وارو وزير ڪير هو؟

(الف) سردار عبدالرب نشتر (ب) خواجه شهاب الدين

(ج) احمد سعيد ڪرماني (د) عبدالستار لاليڪا

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جو پهريون تعليم وارو وزير ڪير هو؟

(الف) لياقت علي خان (ب) فضل الرحمان

(ج) سر ظفر الله خان (د) غلام محمد

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان ۾ ڏهائي سرشتو ڪڏهن رائج ڪيو ويو؟

(الف) پهرين جنوري 1961ع کان (ب) 2 مارچ 1962ع کان

(ج) 3 آگسٽ 1963ع کان (د) 31 ڊسمبر 1960ع کان

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جو پهريون عجائب گهر ڪٿي قائم ڪيو ويو؟

(الف) لاهور (ب) موهن جو دڙو

(ج) حيدرآباد (د) ڪراچي

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان جي تاريخ ۾ سڀ کان پهرين علماءَ ڪنوينشن ڪڏهن منعقد ڪيو ويو؟

(الف) 13 آگسٽ 1980ع (ب) 15 نومبر 1978ع

(ج) 28 سيپٽمبر 1977ع (د) 10 مئي 1975ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان ۽ چين ۾ سرحد جو فيصلو ڪڏهن ٿيو؟

(الف) 28 مئي 1948ع (ب) 15 آگسٽ 1958ع

(ج) 2 مارچ 1963ع (د) 3 جنوري 1962ع

**جواب:** (ج).

سوال: ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن ڪڏهن قائم ڪئي ويئي؟

(الف) 1915ع (ب) 1925ع

(ج) 1935ع (د) 1930ع

**جواب:** (الف).

سوال: خلائي تحقيقاتي ڪميشن پنهنجو موسمي راڪيٽ "رهبر اول" ڪڏهن خلا ۾ ڇڏيو؟

(الف) 7 جون 1962ع (ب) 8 جولاءِ 1963ع

(ج) 9 آگسٽ 1964ع (د) 10 سيپٽمبر 1965ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي سامونڊي فوج جو هيڊ ڪوارٽر ڪٿي آهي؟

(الف) ڪراچي (ب) گوادر

(ج) اسلام آباد (د) لاهور

**جواب:** (ج).

سوال: راول بند ڪهڙي درياءَ تي ٺهيل آهي؟

(الف) سنڌو درياءَ (ب) ڪابل درياءَ

(ج) جهلم درياءَ (د) ڪورنگ درياءَ

**جواب:** (د).

سوال: ايوب پل ڪهڙي شهر ۾ آهي؟

(الف) لاهور (ب) ڪراچي

(ج) راولپنڊي (د) سکر

**جواب:** (د).

سوال: سرحد صوبو ڪڏهن وجود ۾ آيو؟

(الف) 1901ع (ب) 1908ع

(ج) 1910ع (د) 1912ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان ۾ سڀ کان وڌيڪ ڪهڙو ميوو پيدا ٿئي ٿو؟

(الف) انب (ب) صوف

(ج) ڪيلو (د) زيتون

**جواب:** (ج).

سوال: راولپنڊيءَ ۾ ريڊيو اسٽيشن ڪڏهن وجود ۾ آئي؟

(الف) 1948ع (ب) 1950ع

(ج) 1952ع (د) 1953ع

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان ۾ ڪڏهن کان ٽيليويزن رائج ٿيو؟

(الف) 1965ع (ب) 1964ع

(ج) 1963ع (د) 1961ع

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جو پهريون خوراڪ وارو وزير ڪير هو؟

(الف) پيرزادو عبدالستار (ب) راجا غضنفر علي

(ج) جوگندر ناٿ منڊل (د) خواجه شهاب الدين

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي سڀ کان پهرين بئنڪ جو نالو ٻڌايو.

(الف) نيشنل بئنڪ (ب) حبيب بئنڪ

(ج) يونائيٽيڊ بئنڪ (د) اسٽيٽ بئنڪ

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان ۾ دوائون تيار ڪندڙ سڀ کان وڏو مرڪز ڪهڙو آهي؟

(الف) نوشهرو (ب) ڪراچي

(ج) لاهور (د) حيدرآباد

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان ۾ آڳاٽي ڇانوڻي ڪهڙي آهي؟

(الف) ڪراچي ڇانوڻي (ب) لاهور ڇانوڻي

(ج) ڪوهاٽ ڇانوڻي (د) راولپنڊي ڇانوڻي

**جواب:** (ج).

سوال: قائداعظم محمد علي جناح جي سڀ کان وڌيڪ پسنديده راند ڪهڙي هئي؟

(الف) ڪرڪيٽ (ب) والي بال

(ج) هاڪي (د) فوٽبال

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي قومي تراني ۾ اردو ٻوليءَ جا ڪل ڪيترا لفظ شامل آهن؟

(الف) هڪ (ب) ٻه

(ج) ٽي (د) هڪ به نه

**جواب:** (الف).

سوال: مينارِ پاڪستان جي پيڙهه جو پٿر ڪنهن رکيو هو؟

(الف) ايوب خان (ب) اسڪندر مرزا

(ج) اختر حسين (د) ذوالفقار علي ڀٽو

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان جيَ پهرين واٽر فيڪٽري ڪهڙي شهر ۾ آهي؟

(الف) ڪراچي (ب) لاهور

(ج) سکر (د) سرگوڌا

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان ۾ ناهيل پهرين ٽريڪٽر جو نالو ڇا آهي؟

(الف) مهربان (ب) باغبان

(ج) نشان (د) انهن مان ڪو به نه

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جو سڀ کان وڏو جانورن جو باغ ڪهڙي شهر ۾ آهي؟

(الف) حيدرآباد (ب) لاهور

(ج) ڪراچي (د) راولپنڊي

**جواب:** (ب).

سوال: يونائيٽيڊ پريس آف پاڪستان جو قيام ڪڏهن عمل ۾ آيو؟

(الف) 1967ع (ب) 1968ع

(ج) 1965ع (د) 1969ع

**جواب:** (د).

سوال: ايسوسي ايٽيڊ پريس آف پاڪستان ڪڏهن قائم ڪئي ويئي؟

(الف) 1969ع (ب) 1970ع

(ج) 1971ع (د) 1968ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي ڪهڙي شهر جي سراسري آمدني سڀ کان وڌيڪ آهي؟

(الف) ڪراچي (ب) لاهور

(ج) اسلام آباد (د) فيصل آباد

**جواب:** (الف).

سوال: ڪراچي سمنڊ جي سطح کان ڪيترو مٿي آهي؟

(الف) 65 فوٽ (ب) 73 فوٽ

(ج) 84 فوٽ (د) 95 فوٽ

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستاني مڇيءَ جو سڀ کان وڏو خريدار ملڪ ڪهڙو آهي؟

(الف) ايران (ب) سري لنڪا

(ج) افغانستان (د) مصر

**جواب:** (ب).

سوال: آباديءَ جي لحاظ کان دنيا ۾ پاڪستان جي پوزيشن ڪهڙي آهي؟

(الف) پنجون نمبر (ب) ستون نمبر

(ج) نائون نمبر (د) ڏهون نمبر

**جواب:** (ب).

سوال: سيڪيورٽي پرنٽنگ پريس پهريون نوٽ ڪڏهن ڇاپيو؟

(الف) پهرين فيبروري 1951ع (ب) 2 مئي 1952ع

(ج) 3 آگسٽ 1953ع (د) 4 جون 1954ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي هاءِ اسڪولن ۾ قومي ترانو پڙهڻ ڪڏهن کان لازمي قرار ڏنو ويو؟

(الف) 9 جنوري 1957ع (ب) 18 آگسٽ 1958ع

(ج) 16 اپريل 1959ع (د) 21 ڊسمبر 1960ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان ۾ پهريون ڀيرو بنيادي جمهوريتن جو نظام ڪڏهن رائج ڪيو ويو؟

(الف) 1957ع (ب) 1958ع

(ج) 1960ع (د) 1959ع

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان ۾ اوقاف کاتو ڪڏهن قائم ڪيو ويو؟

(الف) 1959ع (ب) 1950ع

(ج) 1961ع (د) 1962ع

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان ۾ ڀارت وچ ۾ پاسپورٽ جو سلسلو پهريون ڀيرو ڪڏهن شروع ٿيو؟

(الف) 1951ع (ب) 1952ع

(ج) 1953ع (د) 1954ع

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان انشورنس ڪارپوريشن ڪهڙي سن ۾ قائم ڪئي وئي؟

(الف) جنوري 1951ع (ب) جنوري 1953ع

(ج) فيبروري 1954ع (د) فيبروري 1955ع

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان ايشياکنڊ جي ڪهڙي علائقي ۾ واقع آهي؟

(الف) ڏکڻ- اوڀر ايشيا (ب) وچ اوڀر

(ج) ڏکڻ ايشيا (د) اتر- اولهه ايشيا

**جواب:** (ج).

سوال: پاڪستان جي اتر ۾ ڪهڙو پاڙيسري ملڪ آهي؟

(الف) چين (ب) منگوليا

(ج) نيپال (د) ڀوٽان

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان جي اوڀر ۾ ڪهڙي پاڙيسري ملڪ آهي؟

(الف) بنگلاديش (ب) ڀارت

(ج) برما (د) ٿائيلينڊ

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جي اولهه ۾ ڪهڙا ٻه پاڙيسري ملڪ آهن؟

(الف) ازبڪستان / ترڪمانستان (ب) افغانستان / ايران

(ج) قازقستان / ڪرغيزستان (د) آذربائيجان / يوڪرائن

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جي ڏکڻ ۾ ڇا آهي؟

(الف) هندي سمنڊ (ب) بنگال سمنڊ

(ج) ايراني نار (د) عربي سمنڊ

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان ۽ ڀارت جي سرحد جي ڊيگهه ڪيتري آهي؟

(الف) 1610 ڪلوميٽر (ب) 1711 ڪلوميٽر

(ج) 1503 ڪلوميٽر (د) 1699 ڪلوميٽر

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان ۽ افغانستان جي سرحد کي ڊيورنڊ لائين چيو وڃي ٿو. اها ڪيتري ڊگهي آهي؟

(الف) 2580 ڪلوميٽر (ب) 2252 ڪلوميٽر

(ج) 1985 ڪلوميٽر (د) 2381 ڪلوميٽر

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان ۽ ايران جي سرحد جي ڊيگهه ڪيتري آهي؟

(الف) 810 ڪلوميٽر (ب) 995 ڪلوميٽر

(ج) 916 ڪلوميٽر (د) 1780 ڪلوميٽر

**جواب:** (الف).

سوال: پاڪستان ۽ چين جي سرحد ڪيترا ميل ڊگهي آهي؟

(الف) 490 ڪلوميٽر (ب) 570 ڪلوميٽر

(ج) 422 ڪلوميٽر (د) 595 ڪلوميٽر

**جواب:** (د).

سوال: پاڪستان جي اترئين جابلو سلسلي ۾ واقع سڀ کان مٿاهين چوٽي ڪهڙي آهي؟

(الف) نانگا پربت (ب) ترچ مير

(ج) راڪاپوشي (د) ڪي ٽو

**جواب:** (د).

سوال: ڪي ٽو جي اوچائي ڪيتري آهي؟

(الف) 8611 ڪلوميٽر (ب) 7693 ڪلوميٽر

(ج) 7585 ڪلوميٽر (د) 8010 ڪلوميٽر

**جواب:** (الف).

سوال: نمڪ جابلو سلسلي جي سراسري بلندي ڪيتري آهي؟

(الف) سراسري 700 ميٽر (ب) سراسري 800 ميٽر

(ج) سراسري 880 ميٽر (د) سراسري 790 ميٽر

**جواب:** (الف).

سوال: بلوچستان جي مٿاهين پٽ جي سراسري اوچائي ڇا آهي؟

(الف) 700 کان 1000 ميٽر (ب) 600 کان 900 ميٽر

(ج) 500 کان 1100 ميٽر (د) 650 کان 850 ميٽر

**جواب:** (ب).

سوال: وفاقي علائقن مان ڪهڙي مراد آهي؟

(الف) اسلام آباد/ گلگت ايجنسي (ب) اسلام آباد/ قبائلي علائقا

(ج) اسلام آباد/ آزاد ڪشمير (د) اسلام آباد/ راولپنڊي

**جواب:** (ب).

سوال: وفاق جي انتظام هيٺ قبائلي علائقن جو تعداد ڪيترو آهي؟

(الف) 10 (ب) 11

(ج) 12 (د) 9

**جواب:** (ب).

سوال: ڪهڙي قبائلي علائقي جي ايراضي سڀني کان وڏي آهي؟

(الف) باجوڙ ايجنسي (ب) ڏکڻ وزيرستان ايجنسي

(ج) مهمند ايجنسي (د) اتر وزيرستان ايجنسي

**جواب:** (ب).

سوال: سڀني کان ننڍو قبائلي علائقو ڪهڙو آهي؟

(الف) بنون جو قبائلي علائقو (ب) ڪوهاٽ جو قبائلي علائقو

(ج) خيبر ايجنسي (د) پشاور جو قبائلي علائقو

**جواب:** (د).

سوال: ڏکڻ وزيرستان جي ايراضي ڪيتري آهي؟

(الف) 6،500 چورس ڪلوميٽر (ب) 6،700 چورس ڪلوميٽر

(ج) 6،620 چورس ڪلوميٽر (د) 7،240 چورس ڪلوميٽر

**جواب:** (ج).

سوال: پشاور جي قبائلي علائقي جي ايراضي ڪيتري آهي؟

(الف) 250 چورس ڪلوميٽر (ب) 270 چورس ڪلوميٽر

(ج) 265 چورس ڪلوميٽر (د) 261 چورس ڪلوميٽر

**جواب:** (د).

سوال: ايراضيءَ جي لحاظ کان پاڪستان جو سڀني کان ننڍو صوبو ڪهڙو آهي؟

(الف) سرحد (ب) بلوچستان

(ج) سنڌ (د) پنجاب

**جواب:** (الف).

سوال: بلوچستان صوبي جي ايراضي ڪيتري آهي؟

(الف) 3.70.900 چورس ڪلوميٽر (ب) 3.69.400 چورس ڪلوميٽر

(ج) 3.47.190 چورس ڪلوميٽر (د) 3.50.490 چورس ڪلوميٽر

**جواب:** (ج).

سوال: سرحد صوبي جي ايراضي ڪيتري آهي؟

(الف) 75.600 چورس ڪلوميٽر (ب) 74.900 چورس ڪلوميٽر

(ج) 73.980 چورس ڪلوميٽر (د) 74.521 چورس ڪلوميٽر

**جواب:** (د).

سوال: پنجاب صوبي جي ايراضي ڪيتري آهي؟

(الف) 2.15 .580 چورس ڪلوميٽر (ب) 2.05.345 چورس ڪلوميٽر

(ج) 2.18.121 چورس ڪلوميٽر (د) 2.16.221 چورس ڪلوميٽر

**جواب:** (ب).

سوال: پاڪستان جي ايراضي پاڪستان جي ڪل ايراضيءَ جو ڪيترو في سيڪڙو آهي؟

(الف) 40.1 سيڪڙو (ب) 42.3 سيڪڙو

(ج) 43.6 سيڪڙو (د) 26.5 سيڪڙو

**جواب:** (ج).

سوال: سنڌ جي ايراضي پاڪستان جي ايراضيءَ جو ڪيترو سيڪڙو آهي؟

(الف) 15.5 سيڪڙو (ب) 16.9 سيڪڙو

(ج) 18.3 سيڪڙو (د) 17.7 سيڪڙو

